एक एव सुहृद्धर्मो निधनेऽप्यनुयाति यः। शरीरेण समं नाशं सर्वमन्यद्धि गच्छति ॥३॥ मनुः।
सत्यमेव जयते नानृतं सत्येन पन्था विततो देवयानः ॥
येनाक्रमन्त्यृषयो ह्याप्तकामा यत्र तत्सत्यस्य परमं निधानम् ॥ ४ ॥
नहि सत्यात्परो धर्मो नानृतात्पातकं परम्। नहि सत्यात्परं ज्ञानं तस्मात् सत्यं समाचरेत् ॥५॥

ارٿ:- (١) سنساري چتر منشيه نندا ڪن يا استتي، ڌن اچي يا هليو وڃي، مرتيو اڄ ئي اچي يا ڪنهن يگ ۾ ڌيرج وان منشيه نياءَ جي وات کان هڪڙي وک به هيڏانهن هوڏانهن نٿا ٿين. [ڀرتري هري]

(٢) ڌرم ڪي ڪڏهن به نه ڇڏجي. نه ڪنهن جي وِڻتيءَ ڪرڻ ڪري، نه ڪنهن جي ڀؤ ڏيارڻ ڪري، نه ڪنهن لوڀ تي ۽ نه جياپي [جيون] قائم رکڻ لاءِ. [ڇاڪاڻ ته] ڌرم نتيه آهي ۽ سک دک انتيه [ٿوري سمي] لاءِ آهن. جيو به نتيه [اوناشي] آهي، پر سندس هيتو [جياپي جو ڪارڻ] انتيه [ناسوان] آهي. [مها ڀارت].

(٣) ڌرم هڪڙو ئي سچو مترآهي، جو مرتيو کانپوءِ به جيو سان گڏ جي توهلي. ٻيون سڀئي وستو مرتيو اچڻ کانپوءِ ڪيس اڪدم ڇڏي ٿيون ڏين. (منو)

(٤) ستيه جي جيه [سوڀ] ٿيندي آهي، ۽ نه ڪوڙ جي. ودوان ۽ ڀڳت ستيه جي ئي مارگ تي هلندا آهن. ان وات تي هلڻ ڪري ئي سڀ سڌانتن وارا ۽ وڏا رشي سچائيءَ روپي سڀني کان اوچ پدوي تي پهچندا آهن.

(٥) ستيه کان وڏو ڪو ڌرم، ۽ ڪوڙ کان وڏو ڪو پاپ ڪونهي ۽ سچ پچ ستيه کان اوچو ڪو ودوان ڪونهي. تنهڪري منشيه کي سداءِ ستيه جي اوٽ وٺڻ کپي. (اُپنشد)

مٿين مها شين جي شلوڪن جي منشا وانگر ئي هر ڪنهن کي پنهنجو نشچيه [وشواس، اعتقاد] بڻائڻ گهرجي.

اڳتي آءٌ جنهن جنهن پدارٿ کي جنهن جنهن مڃيندو آهيان، تن تن سڀني سنکيپ سان ورڻن ڪريان ٿو. سڀني وشيش ورڻن هن پستڪ جي جدا جدا جاين تي ڪري ڇڏيو اٿم. اهي هن ريت آهن:-

(١) **ايشور:-** ايشور، جنهنجا برهم پرماتما آدي نالا آهن، سو سچدانند آدي گڻن وارو آهي؛ ۽ جنهنجا گڻ ڪرم ۽ سڀاءُ پوتر آهن؛ جو سروگيه، نراڪار، سروويا پڪ، اجنما، اننت، سروشڪتيمان، ديالو، نيايڪاري، سڀني سرشٽيءَ جو ڪرتا، ڌرتا ۽ هرتا آهي؛ ۽ جو سڀني جيون کي سندن ڪرمن انوسار ستيه نياءَ سان ڦل ڏيندڙ آدي گڻن وارو آهي، تنهڪري ئي آءٌ پرميشور مڃان ٿو.

پرڪاشمان ڪرياتو. آءٌ پنهنجو منتويه انڪي ٿي سمجهاڻو جو لکيو ڪالن پر هر ڪنهن
لاءِ هڪ جهڙو سچو ثابت آهي. ڪنهن ٿي خيال يا مت متانتر هلائڻ جو
منهنجو ذرو به ارادو نه آهي. بلڪ جيڪي ستيه آهي تنهنکي [پاڻ] سچو ۽
[ٻين کي] سمجهائڻ ۽ جو ڪوڙ آهي تنهنکي [پاڻ] ڇڏڻ ۽ [ٻين کان] ڇڏائڻ ٿي
مولڪي وٺيو. جي آءٌ پکشپات ڪندڙ هجان ها، ته آريه ورت ۾ هلندڙ مت
مان ڪنهن هڪڙي مت ۾ آگرهه [هٺ ڌرمي] ٿيان ها. پر آءٌ نه اڌرم
واري چال چلن کي پورو لوڙي ٿو آريه ورت ۾ هجي يا ڪن ٻين ديشن ۾،
- هر هنڌ [چڱو] نٿو سمجهان ۽ جي ڌرم واريون ڳالهيون آهن، تنهن جي [چڱو]
ٿو ڀانيان. ۽ اهڙي آءٌ پاڻ ڇڏڻ ٿو گهران ۽ چاهيان ته انهن ڳالهين ۾ ڌرم
[انسانيت] کان ٻاهر آهي.

منش جي پچاڻ. منش انڪي ٿي ڪوٺبو آهي جو من شيل [ويچاروان]
ٿيڻ ڪري ٻين جيون جي سک، دک، هاڃي ۽ لاڀ کي پنهنجي آتما [جي
سک، دک، هاڃي ۽ لاڀ] جهڙو سمجهندو آهي، جو انياءڪاري کان سندس
ٻلوان هوندي به نه ڊڄندو آهي، ۽ جو ڌرماتما کان سندس ڪمزور هوندي به ڊڄندو
رهندو آهي. ايترو ئي نه بلڪ ڌرماتما منش ڪٿي ڪيڏو به اناٿ، ڪمزور ۽ گڻ رهت
هجي، ته به هو پنهنجي سموري شڪتيءَ سان سندس سنڀال ۽ اُنتي ڪندو رهندو
۽ ڪيس وڌندڙ وهنوار سان پسرسن ڪندو ايندو. ۽ اڌرمي ڪٽي چڪرورتي
[سڄي سنسار جو راجا] سنائٿ [جهڙي گهڻا ٻيا نيندڙ هجن]، مها ٻلوان ۽
گڻوان به هجي، ته به هو سدائين سندس بربادي ۽ ناس ڪندو ۽ سندس اجوڳ
وهنوار هلندو رهندو. ارٿات جيترو پهنجي اوترو هميشه انياءڪندڙن جي
بل کي گهٽائيندو ۽ نياءڪندڙن جي بل کي هو وڌائيندو رهندو. هن ڪم
ڪندي ڪنهن کي ڪيڏيون به سخت تڪليفون پهچن. پوءِ پل نه ڪنهن جا
پراڻ نه نڪري وڃن، ته به هن منشيه روپ ڌرم کي بلڪل نه ڇڏي. ان بابت
شريمان مهاراجا ڀرتري هري جي ۽ ٻين جي شلوڪ رچيا آهن تن جو جا ٽانڪ
واجب سمجهي ڪين هيٺ لکان ٿو:-

निन्दन्तु नीतिनिपुणा यदि वा स्तुवन्तु, लक्ष्मीः समाविशतु गच्छतु वा यथेष्टम्।
अद्यैव वा मरणमस्तु युगान्तरे वा, न्याय्यात्पथः प्रविचलन्ति पदं न धीराः ।१। भर्तृहरिः।

न जातु कामान्न भयान्न लोभाद्, धर्मं त्यजेज्जीवितस्यापि हेतोः।
धर्मो नित्यः सुखदुःखे त्वनित्ये, जीवो नित्यो हेतुरस्य त्वनित्यः ॥ २ ॥ महाभारते।

# स्वमन्तव्यामन्तव्यप्रकाश

# منتويه ۽ امنتويه پرڪاش

## پنهنجن منتوين [مڃيل يا سويڪار ڪيل سڌانتن] ۽ امنتوين [ڇڏيل يا تياڳ ڪيل سڌانتن] جو ورنن

**منتويه امنتويه جي سمجهاڻي.** سرو تنتر سڌانت ارٿات سامراجيه سارو جنڪ ڌرم [عام مڃيل اصول ارٿات سڀني ممبرن کي ڇاليل ۽ هر ڪنهن لاءِ لاپداڪ ڌرم] اهوئي آهي، جنهن کي سدا کان سڀيئي مڃيندا آيا آهن ۽ اڃا مڃين ٿا، پڻ مڃيندا رهندا. ڪيس سماتن ۽ نتيه ڌرم انڪريئي ڪوٺيندا آهن، جو ڪو به سندس وروڌ ڪري نٿو سگهي. جيتوڻيڪ ڪي اڻ پڙهيل سڄڻ يا ڪنهن مت* واري ماڻهوءَ هٿان ڀرمايل منشيه ڪنهن ڳالهه کي اُبتڙ مڃيندا يا سمجهندا، تنهن هوندي به بدايمان لوڪ ڪين انيڪو ڏيندائي ڪو نه پر هائوا جنهن ڳالهه کي **آپت** ارٿات ستيه ماني [سچ مڃيندڙ] ستيوادي، [سچ ڳالهائيندڙ] ستيه ڪاري [ستيه ڪرم ڪرڻ] پرايڪارڪ پکشپات رهت ودوان مڃيندا آهن، سوئي سڀني لاءِ **منتويه** آهي، ۽ جنهن کي اهي نٿا مڃين سو **امنتويه** هجڻ ڪري پرمان جي يوگيه نٿو رهي.

**ستيارٿ پرڪاش لکڻ جو سچو مقصد.** تنهن ڪري ويد آدي ستيه شاستر ۽ **برهما** کان وٺي **جئمني** تائين [سڀني رشين منين] جا مڃيل جي ايشور آدي پدارٿ () آهن، جن کي آءٌ پاڻ به مڃان ٿو، سي سڀيئي سڄڻ مهاشين اڳيان

* "مت وارو" اهو ماڻهو آهي جنهن جو وشواس ڪنهن هڪ ڌرمي پنٿ يا هڪ ئي برخلاف جهيڙي ۽ طرفداري تي ٻيڌل هجي. اهڙن سڀني وشواس کي رشي ديانند "مت" ٿا ڪوٺين. [اردو ستيارٿ پرڪاش تان]

() اهي سڀيئي پدارٿ جنهن جي ورنن ڪرڻ لاءِ شبدن جو استعمال ٿئي ٿو، "پدارٿ" ٿا سڏجن. اهي جوهر، عرض، حرڪت [درويه، گڻ، ڪرم] آدي جيڪي به خيال اچي سگهيا سو، ۽ جن جو ڳاٽو جدا جدا درشن ڪارن [ڇهن شاسترن جي ٺاهيندڙن] جدا جدا نموني ڪيو آهي، سو سمورو شامل آهي

سکهندي. [هيمتو پڏايو ته] اوهانجي ڳالهه سچي سمجهون يا اُنهجي؟ اسين ته انهن مجبدا آهيون ته ستيه ڀاشڻ [سچ ڳالهائڻ] اهنسا [ڪنهنکي ايذاءُ نه رسائڻ] دَيا [رحم ڪرڻ] آدي چڱن ڪمن جو سڀني مَتن ۾ هئڻ چڱو آهي. باقي جهڳڙا فساد، ايرشا، دويش، ڪوڙ ڳالهائڻ آدي ڪرمن جو هجڻ سڀني متن ۾ **خراب** آهي. جي سچي **ڌرم** کي گرهڻ ڪرڻ جي اڇا هجيو، ته **ويدڪ ڌرم** کي گرهڻ ڪريو.

اڳتي جيڪي آستڪ مڃان ٿو ۽ جيڪي نه مڃان، سو ٿوري ۾ ڏيکاريو.

شريمد **ديانند سرسوتي** سوامي جي ٺاهيل ۽ سهڻي ڀاشا سان سڀ مڪارل

ستيارٿ پرڪاش جو **چوڏهون سملاس**

مسلمانن جي عقيدن بابت

سماپت ٿيو.



شل پرماتما سڀني مذهبن تي ديا ڪن، جو سڀئي هڪ ٻئي سان ٻرابر ۽ ميلاپ ڪن، ۽ هڪ ٻئي جي ڀلائيءَ جي واڌاري ڪرڻ ۾ لڳا رهن. جئن آءٌ پنهنجي خواهش پٽن جي مت متانترن جا دوش پکشپات کي ڇڏي ظاهر او ڪريان، تئن ئي جيڪڏهن سڀئي ودوان لوڪ ڪندا، ته هڪ ٻئي جي ورود گهٽ ڪري، ايڪتا اڀري ڪري، ۽ خوشيءَ سان هڪڙي ڌرم کي مڃي ڪري، سچائيءَ پراپت ڪرڻ ۾ ڪاهل ئي ڪهڙي ٿيندي؟ هيءَ ٿورڙو قرآن جي وشيه تي لکيو آهي. پڊيمان ۽ ڌرماتما ماڻهو ليکڪ جي منشا موجب هن ليک کي سمجهي مذهبن لاءِ ٻرائين؛ جيڪڏهن ڪٿي ڀرم [غلط فهميءَ] مجهان ڪا ڀل ٿيل هجي، ته ان کي درست ڪري وٺن.

باقي رهي اها هڪ ڳالهه، ته ڪيترا مسلمان ائين چوندا، لکندا، ۽ ڇپائيندا ٿا رهن، ته اسان جي مذهب جي ڳالهه اٿرووید ۾ لکيل آهي.

**پرشن:-** ڇا اوهان سڄو اٿرو ويد پڙهيو آهي؟ جي هائو! ته الو اپنشد ڏسو ڇا جنسي مذهبن لکيل آهي. پوءِ ڪئن ٿا چئو ته اٿرووید ۾ مسلمانن جو ناو نشان به ڪونهي؟

अथाल्लोऽपनिषदं व्याख्यास्यामः ॥

अस्माल्लां इल्ले मित्रावरुणा दिव्यानि धत्ते ॥ इल्लल्लेवरुणो राजा पुनर्दुदुः ॥ हया मित्रो इल्लां इल्लल्ले इल्लां वरुणो मित्रस्तेजस्कामः ॥ १ ॥

होतारमिन्द्रो होतारमिन्द्र महासुरिन्द्राः । अल्लो ज्येष्ठं श्रेष्ठं परमं पूर्णं ब्रह्माणं अल्लाम् ॥ २ ॥

अल्लोरसूलमहामदरकबरस्य अल्लो अल्लाम् ॥ ३ ॥

आदल्लाबूकमेककम् ॥ अल्लाबूक निखातकम् ॥ ४ ॥

अल्लो यज्ञेन हुतहुत्वा ॥ अल्लासूर्य्य चन्द्र सर्व नक्षत्राः ॥ ५ ॥

अल्ला ऋषीणां सर्वदिव्यां इन्द्राय पूर्वं माया परमन्तरिक्षाः । ६ ॥

अल्लः पृथिव्या अन्तरिक्षं विश्वरूपम् ॥ ७ ॥

इल्लाँ कबर इल्लाँ कबर इल्लाँ इल्लल्लेति इल्लल्लाः ॥ ८ ॥

ओम् अल्लाइल्लाल्ला अनादिस्वरूपाय अथर्वणाश्यामा हुं ह्रीं जनानपशुनसिद्धान् जलचरान् अदृष्टं कुरु कुरु फट् ॥ ९ ॥

असुर संहारिणी हुं ह्रीं अल्लोरसूल महमदरकबरस्य अल्लो अल्लाम इल्लल्लेति इल्लल्लाः । १० ॥

سان سڀ ڪنهن ڪم [ جي پوراڻيءَ لاءِ ] لهندا آهن (۴) ۰ [ منزل ۷ سيپارو ۳۰؛ سورت القدر ]۰

**سميڪشڪ :-** جي قرآن کي هڪڙيءَ راتِ القدر لاٿو آئس ، ته ڇالاءِ آيت ڇالاءِ وقت لٿي ۽ قرآن هوريان هوريان لاٿائين . اهي ڳالهيون ڪنهن سچيون ٿي سگهنديون ؟ راتيون ته اونداهيون ٿينديون آهن ، ان ۾ ڇا ٿي ڪهڙي؟ اسين لکي آيا آهيون ته هيٺ ۽ مٿي ڪجهه به ٿي نٿو سگهي ؛ پر اِتي لکيل آهي ته فرشتا ۽ روح خدا جي حڪم سان سنسار ۾ پرٻند ڪرڻ لاءِ لهندا آهن . ان مان ثابت ٿيو ته خدا به ماڻهوءَ جيان هڪ ديشي [محدود المڪان] آهي . ايسيتاءِ ته خدا فرشتن ۽ پيغمبر ماڻهن ان جي ڪٿا ڏسندا آيا آهيون ؛ هيٺر هڪ **چوٿون** روح المقدس [ پوتر آتما ] به لکي آيا الاجي هيءَ چوٿون پوتر آتما ڪهڙو آهي! عيسائين جي مذهب ۾ ته پتا ، پتر ۽ پوتر آتما ماڻهن ان کي مڃيندا آهن ، پر هت ته اهڪان وڌيڪ چوٿون به وڌي ويو . اوهين چوندا ته اسين ته ماڻهن ان کي خدا ڪري نٿا مڃيون . انهن به هجي ، پر جيڪڏهن روح المقدس خدا آهي ، ته خدا فرشتن ۽ پيغمبرن کي پوتر آتما ڪوٺڻ ڪيئن ٿي يا نه ؟ جي اهي به پوتر آتما آهن ته ڪنهن خاص وجود کي پوتر آتما چوڻ ڪوليو؟ خدا گهوڙن آدي جا اوون ، رات ، ڏينهن ، ۽ قرآن آدي جا قسم ٿو کڻي ۽ قسم کڻڻ پڻ ماڻهن جو ڪم نه آهي (١٥٩) ۰.

## قرآن بابت سميڪشڪ جو رايو

هيٺ هيءَ قرآن جو مضمون [ وشيه ] لکي ڪري پڌ ماڻسن جي اڳيان رکان ٿو ، جو [ هو سمجهن ] ته هيءَ ڪتاب آهي ڪئين ؟ مون کان پڇو ، ته هيءَ **ڪتاب** نه ڪنهن ودوان جو ، ۽ نه علم وارو ٿي سگهي ٿو . اهي نه بلڪل ٿورڙا دوش الاءِ ظاهر ڪيا اٿم ؛ جو ماڻهو دوکي ۾ پئجي پنهنجا جنم اجايا نه وڃائين . اهو جيڪا به ٿورڙي سچائي آهي ، سا ويد آدي پستڪن جي انڪول هئڻ ڪري جهڙي مون کي سوپڪار آهي ، تهڙي ٻين مذهبن جي هٺ ۽ پکشپاتن کان پري رهندڙ ودوان ۽ پڌماڻن لاءِ پڻ مڃڻ جهڙي آهي . انڪان سواءِ پيو جيڪي منهس آهي ، سو سمورو اوديا ۽ ڀرمن جي جار هئڻ ڪري منشيه جي آتما کي پشو جهڙو بڻائيندڙ ، امن ۾ خلل وجهائيندڙ ، فساد مچائيندڙ ، ماڻهن ۾ ورود ڦهلائي هڪ ٻئي لاءِ دک وڌائيندڙ وشيه آهي . وري پنرڪت دوش [ ساڳيءَ ڳالهه کي وري ورچوڻ جي عيب ] جو ته قرآن جڻڪ **خزانو** ئي آهي .

۽ سندس راڄ ۾ خوف تي ٻڌل هوندو. ڇا خدائي نالو انهونئي آهي؟ (١٥١).

**(١٥٢)** جڏهن سج ويڙهيو ويندو [١]. ۽ جڏهن وقت تارا ميرا ٿيندا [٢]. ۽ جڏهن جبل هلايا ويندا [٣]. ۽ جڏهن آسمان جي کل لاٿي ويندي [١١]. (منزل ٧ سيپارو ٣٠، سورت التڪوير).

**سميڪشڪ:-** گول سج ويڙهيو ويندو، اها ته ڏاڍيءَ ناداني جي ڳالهه آهي! وري تارا ڪيئن ميرا ٿي سگهندا؟ ۽ بيجان [جڙ] هٺ ڪري جبل ڪيئن هلندا؟ ۽ آسمان کي ڪو جانور سمجهيو اٿس ڇا، جو سندس کل لاٿي ويندي؟ هيءَ ته وڏي ناداني ۽ **جهنگليپڻي** جي ڳالهه آهي (١٥٢).

**(١٥٣)** ۽ جڏهن آسمان ڦاٽي پوندو [١]. ۽ جڏهن تارا ڇاڻجي پوندا [٢]. ۽ جنهن وقت درياهه چيريا ويندا [٣]. ۽ جنهن وقت قبرون جيئرو ڪري اٿاريون وينديون [٤]. (منزل ٧، سيپارو ٣٠، سورت انفطار).

**سميڪشڪ:-** واهه ساءِ قرآن جا ناهيندڙ **فيلسوف**! آسمان کي ڪو ڪيئن ڦاڙي سگهندو؟ ۽ تارن ڪيئن ڇاڻي سگهبو؟ وري درياهه ڪي ڪاٺ آهن ڇا جو چيري ڇڏيندو؟ ۽ قبرون مڙل آهن ڇا جو جيئريون ڪري سگهبيون؟ اهي سموريون ڳالهيون **ٻاراڻين** [ڳالهين جيان] آهن [١٥٣].

**(١٥٤)** برجن واري آسمان جو قسم آهي [١]. بلڪ اهو قرآن بزرگ آهي [٢١]. لوح محفوظ [حفاظت ڪيل تختي] ۾ لکيل آهي [٢٢]. (منزل ٧ سيپارو ٣٠، سورت البروج).

**سميڪشڪ:-** قرآن جي ناهيندڙ ڀوڳول ڪگول (جاگرافي ۽ جيولش) ذرو به نه پڙهيا هوا، نه ته جيڪر آڪاش کي قلعي وانگر برجن وارو ڇو ڄاڻائي ها؟ جي ميش [حمال = Aries] آدي راسين (برجن) کي برج ٿو ڪولي ته ٻيا [تارن جا ميڙ] برج ڇو ڪينهن؟ تنهنڪري اهي برج ڪينهن پر سيئي تارا آهن. ڇا اهو قرآن خدا وٽ آهي؟ جيڪڏهن هيءُ قرآن سندس لکيل آهي، ته اهو قرآن بوديا ۽ يڪتي [دليل] جي ورڌ هٺ ڪري ڏاڍيءَ جهالت سان ڀريل هوندو. (١٥٤).

**(١٥٥)** تحقيق اهي مڪر ٿا ڪن، هڪ مڪر [١٥]. ۽ آءٌ به مڪر ڪندو آهيان، هڪ مڪر (١٦). [منزل ٧ سيپارو ٣٠، سورت طارق].

**سميڪشڪ:-** مڪر چوندا آهن ٺڳيءَ کي. ڇا خدا به ٺڳ آهي؟ وري چوريءَ جو جواب چوري ۽ ڪوڙ جو جواب ڪوڙ آهي ڇا؟ جيڪڏهن ڪو چور ڪنهن ڀلي ماڻهوءَ جي گهران چوري ڪري، ته ڇا هو ڀلو ماڻهو به سندس گهر وڃي چوري ڪري؟ واهه جو آهين، قرآن جا **ناهيندڙ**! (١٥٥).

ته سندس راڄ ۾ خوف ٿي پوي. ڇا خدائي نالو انهونئي آهي؟ (١٥١).

**(١٥٢)** جڏهن سج ويڙهيو ويندو [١]. ۽ جڏهن وقت تارا ميرا ٿيندا [٢]. ۽ جڏهن جبل هلايا ويندا [٣]. ۽ جڏهن آسمان جي کل لاٿي ويندي [١١]. (منزل ٧ سيپارو ٣٠ ۾ سورت التڪوير).

**سمبڪشڪ:-** گول سج ويڙهيو ويندو، اها ته ڏاڍيءَ ناداني جي ڳالهه آهي! وري تارا ڪيئن ميرا ٿي سگهندا؟ ۽ بيجان [جڙ] هٺ ڪري جبل ڪيئن هلندا؟ ۽ آسمان کي ڪو جانور سمجهيو اٿس ڇا، جو سندس کل لاٿي ويندي؟ هيءَ ته وڏيءَ ناداني ۽ **جهنگليپڻي** جي ڳالهه آهي (١٥٢).

**(١٥٣)** ۽ جڏهن آسمان ڦاٽي پوندو [١]. ۽ جڏهن تارا ڇاڻجي پوندا [٢]. ۽ جڏهن وقت درياهه ڇيريا ويندا [٣]. ۽ جڏهن وقت قبرون جٿيون ڪري اُٿاريون وينديون [٤]. (منزل ٧، سيپارو ٣٠ ۾ سورت انفطار).

**سمبڪشڪ:-** واهه ساءِ قرآن جا ٺاهيندڙ **فيلسوف**! آسمان کي ڪو ڪيئن ڦاڙي سگهندو؟ ۽ تارن ڪيئن ڇاڻي سگهبو؟ وري درياهه ڪي ڪاٺ آهن ڇا جو چيري ڇڏيندو؟ ۽ قبرون مٽيل آهن ڇا جو جٿيون ڪري سگهبيون؟ اهي سموريون ڳالهيون **ٻاراڻيون** [ڳالهين جهڙيون] آهن [١٥٣].

**(١٥٤)** برجن واري آسمان جو قسم آهي [١]. بلڪ اهو قرآن بزرگ آهي [٢١]. لوح محفوظ [حفاظت ڪيل تختي] ۾ لکيل آهي [٢٢]. (منزل ٧ سيپارو ٣٠ ۾ سورت البروج).

**سمبڪشڪ:-** قرآن جي ٺاهيندڙ ڀوڳول کگول (جاگرافي ۽ جيولش) ذرو به نه پڙهيا هوا ۽ نه ته جيڪو آڪاش کي قلعي وانگر برجن وارو ڇو ڄاڻائي ها؟ جي ميش [حمال = Aries] آدي راسين (برجن) کي برج ٿو ڪوٺي ته پيا [تارن جا ميڙ] برج ڇو ڪيئن؟ تنهنڪري اهي برج ڪيئن ۾ سيڪي تارا آهن. ڇا اهو قرآن خدا وٽ آهي؟ جيڪڏهن هيءُ قرآن سندس ٺهيل آهي، ته اهو قرآن ٻيو ڀا ۽ ڪٿي [دليل] جي ورڌ هٺ ڪري ڏاڍيءَ جهالت سان ڀريل هوندو. (١٥٤).:

**(١٥٥)** تحقيق اُهي مڪر ٿا ڪن، هڪ مڪر [١٥]. ۽ آءٌ به مڪر ڪندو آهيان، هڪ مڪر (١٦). [منزل ٧ سيپارو ٣٠ ۾ سورت طارق].

**سمبڪشڪ:-** مڪر چوندا آهن ٺڳيءَ کي. ڇا خدا به ٺڳ آهي؟ وري چوريءَ جو جواب چوري ۽ ڪوڙ جو جواب ڪوڙ آهي ڇا؟ جيڪڏهن ڪو چور ڪنهن ڀلي ماڻهوءَ جي گهران چوري ڪري، ته ڇا هو ڀلو ماڻهو به سندس گهر وڃي چوري ڪري؟ واهه جو آهين، قرآن جا ٺاهيندڙ! (١٥٥).

ڇول تي سگهندا هون ڇا؟ ٻي عام ماڻهن کان سواءِ ٻي ڪنهن وڌ وان ماڻهوءَ جون ٻه ٻي نٿيون سگهن (١٤٩)۔

**(١٥٠)** ۽ وٽن هميشه رهندڙ **نينگر** پيا ڦرندا رهندا، جڏهن اُنهن کي ڏسندين ته اُون کين کنڊيل موتي پاتنبدا ئن [١٩]۔ ۽ **چانديءَ** جا ڪنگڻ کين پارايا ويندا، ۽ سندن پالڻهار کين پاڪ **شراب** پيارين‌دو [٢١]۔ (منزل ٧، سيپارو ٢٩، سورت الدهر)۔

**سميڪشڪ:-** ڪٿي ساءِ؟ موتيءَ جي رنگ وارا **نينگر** اُتي ڇا لاءِ رکيا ٿا وڃن؟ ڇا جوان ماڻهو سندن سيوا نٿا ڪري سگهن يا استريون کين راضي ڪري نٿيون سگهن؟ ڇو ته جو پاپي ماڻهو ڇوڪرن سان بڇڙائي ڪندا آهن، تنهن سبب بڇڙي ڪرم جو بنياد **قرآن** جو اِهوئي وچن [آيت] آهي، تنهن ڪري ٻه ڪهڙو عجب؟ وري بهشت ۾ مالڪن ۽ نوڪرن هجڻ ڪري مالڪن کي سک، ۽ سيوڪ کي محنت ڪرڻ سببان دک جو ٿو ملي، ۽ اِهو پکشپات جو آهي؟ وري جي خدا پاڻ **شراب** پيارين‌دو، ته هو ٻه سندن نوڪرن جهڙو ٿيو. پوءِ خدا جي وڏائي رهي ڪٿي سگهندي؟ ۽ اُتي بهشت ۾ استري پرشن جي سماگم ٿيڻ ڪري **گرڀ** رهندو آهي يا نه، ٻار ٻچا به پيدا ٿيندا آهن يا نه؟ جي نٿا ٿين ته سندن سماگم ڪرڻ اجائي ڇڪي. پر جي ٿيندا آهن، ته اُهي **جيو** آيا ڪٿان؟ ۽ خدا جي سيوا ڪرڻ کانسواءِ بهشت ۾ پيدا ڇو ٿيا؟ جي پيدا ٿيا ته ڇٻو ته کين ايمان آڻڻ ۽ خدا جي ڀڳتيءَ ڪرڻ کانسواءِ ئي بهشت مفت ۾ ملي ويو؟ ڪن ويچارن کي ته ايمان ڪانهوءَ ۽ ڪن کي ته ڏوم ڪرڻ کانسواءِ ئي سک ملي وڃي، اُنکان وڌيڪ انياءُ ٻيو ڪهڙو ٿيندو؟ (١٥٠)۔

**(١٥١)** اعمالن [ڪرمن] موجب اُهي بدلا ڏنا ويندا [٢٦]۔ ۽ پيالا آهن پورا [٣٤]۔ تنهن ڏينهن روح ۽ فرشتا صفون ٻڌي بيهندا [٣٨]۔ (منزل ٧ سيپارو ٣٠، سورت النبا)۔

**سميڪشڪ:-** جي ڪرمن انوسار ڦل ٿو ملي ته [پوءِ ته] سدا بهشت ۾ رهندڙ حورن ۽ فرشتن، ۽ موتين جهڙن ڇوڪرن کي ڪهڙن ڪرمن انوسار هميشه لاءِ بهشت مليو آهي؟ جي پيالا پوري پوري **شراب** پيئندا، ته مست ٿي ڇو نه هوندا؟ اُتي روح هڪ فرشتي جو نالو آهي جو سڀني فرشتن کان وڏو آ روح ۽ فرشتن کي قطار ۾ بيهاري پلٽڻ لا هيندو؟ ڇا پلٽڻ کان سزا ڏيارين‌دو؟ ۽ اُنوقت خدا اُتي بيهندو يا ويٺو هوندو؟ نهنجي سموري پلٽڻ گڏ ڪري شيطان کي پڪڙي وٺي،

۽ ڇا هروقت خدا جي ڪچهري بند هوندي، ۽ خدا ۽ فرشتا واندا ويٺا هوندا؟
يا ڪو ڪم ڪندا هوندا؟ پنهنجن پنهنجن جاين ۾ رهندي هيڏانهن هوڏانهن
گهمندا، سمهندا، ناچ ۽ تماشا ڏسندا ۽ عيش ۽ آرام ڪندا هوندا. اهڙو اندير
ته ڪنهين به راڄ ۾ نه هوندو. اهڙين ڳالهين کي جهنگلي ماڻهن کان سواءِ ٻيو
ڪير مڃيندو؟ (١٤٦)

(١٤٧) بيشڪ اوهانکي ڪيئن ڪيئن نمونن ۾ پيدا ڪيائين (١٤). نه ڏسندا آهيو
ڇا ته ڪيئن الله ستن آسمانن کي هڪ ٻئي مٿان [طبقا طبقا] بڻايو؟ (١٥) ۽ انهن
چنڊ کي روشن ڪيائين ۽ سج کي ڏيو بڻايائين (١٦). (منزل ٧ سيپارو ٢٩، سورت نوح)
**سميڪشڪ**:- جي جيون کي خدا پيدا ڪيو آهي، ته هو ڪڏهن به اڻپيدا
۽ امر [ازلي ۽ غير فاني] ٿي نٿا سگهن. پوءِ پلا بهشت ۾ ڪيئن سدائين رهي
سگهندا؟ جا شيءِ پيدا ٿي ٿئي سا ضرور ناس ٿئي ٿي. آسمان کي هڪ ٻئي
مٿان ڪيئن ٺاهي سگهيو؟ ڇاڪاڻ ته هو بي شڪل ۽ محيط [نراڪار ۽ وياپڪ] پدارٿ
آهي جي ڪنهن ٻيءَ وستو کي اوهين آسمان [آڪاش] ٿا ڪوٺيو ته به ڪيس
اهو نالو ڏيڻ اجايو آهي. جي آسمان کي هڪ ٻئي مٿان ٺاهيو اٿس ته انهن سڀني
جي وچ ۾ چنڊ ۽ سج ڪڏهن به رهي نٿا سگهن. جي وچ ۾ رکيا ته هڪڙو مٿيون
۽ ٻيو هيٺيون طبقو ئي روشن رهندو. انهن ٻن کانسواءِ ٻين سڀني ۾ اونده رهڻ
کپي. انهين ڏسڻ ئي نٿو اچي، تنهنڪري هيءَ ڳالهه **ڪوڙي** آهي. (١٤٧)

(١٤٨) ۽ هيءَ ته مسجدون الله لاءِ آهن تنهنڪري الله سان گڏ ـ
نه پڪاريو. (منزل ٧ سيپارو ٢٩، سورت الجن آيت ١٨)
**سميڪشڪ**:- جي اها ڳالهه سچي آهي ته مسلمان ماڻهو "لا الله الا الله
**محمد رسول الله**" هن ڪلمي ۾ الله سان گڏ **محمد** صاحب کي پڪاريندا
آهن؟ اهو ته قرآن جي ورد آهي. ۽ جي ورد نٿا ڪن ته قرآن جي هن ڳالهه
کي ڪوڙو ثابت ٿا ڪن. جي مسجدون "خدا جا گهر" آهن ته مسلمان ٿيا وڏا
**بت پرست**. ڇاڪاڻ ته جئن پوراڻي ۽ جيني ڪنهن ننڍڙي بت ... خدا جو
گهر مڃڻ ڪري **بت پرست** ٿا ليکجن، ته اهي ماڻهو ڇو نه ليک
(١٤٩) ۽ سج ۽ چنڊ گڏ ڪيا. (منزل ٧ سيپارو ٢٩، سو ... (١٤ ...
**سميڪشڪ**:- پلا سج ۽ چنڊ ڪڏهن گڏ جي ب ... آيت
ڪيڏي نه بي سمجهيءَ جي ڳالهه آهي. وري سج ۽ ...
مطلب ڪهڙو اٿس؟ ۽ ٻين سڀني لوڪن [تارن يا گر ...
۾ ڪهڙي دليل اٿس؟ هن لاولي جون اسيو ڳا ...

آڪاش [آسمان] ۾ ڪڏهن ڦاٽي سگهندو؟ ڇا هو ڪنهن جهڙو آهي جو ڦاٽي پوندو؟ جي مٿين لوڪ * کي آسمان ٿا ڪوٺيو، ته اها ڳالهه وديا جي ورڌ آهي. قرآن واري خدا جي مجسم [شرير ڌاري] هئڻ ۾ هينئر ته ڪو **شڪ** نه رهيو. ڇاڪاڻ ته **تخت** تي ويهڻ ۽ ڪيس **اٺن** ڪهارن کان کڻائڻ شرير واري ٿيڻ کان سواءِ هرگز ممڪن ڪونهي! ۽ شرير واري جنهن آڏو يا پوئتان اچي سگهجي ٿو. جي هو شرير وارو آهي ته ايڪ ديشي [محدود المڪان] هئڻ ڪري سروگيه، سرووياپڪ، سروشڪتيمان نٿو ٿي سگهي، ۽ نه ڪڏهن سڀني روحن جا سمورا ڪرم ڄاڻي ٿو سگهي. پنج آتمائن جي ساڄي هٿن ۾ ڪرمپتر ڏيڻ، سندن کين پڙهائڻ، چڱن کي بهشت ۾ موڪلڻ ۽ پاپ آتمائن جي کٻي هٿ ۾ ڪرمپتر ڏيڻ، کين دوزخ ۾ موڪلڻ ۽ ڪرمپتر پڙهي ڪري نياءُ ڪرڻ- اهي نه **عجيب** ڳالهيون آهن. ڀلا اهڙا ڪم سروگيه جا ٿي سگهندا؟ نه نه! اهي سموريون ڪارروايون **ٻاراڻيون** آهن. (١٤٥)

(١٤٦) جنهن **ڏينهن** جي ڊيگهه پنجاهه هزار ورهيه آهي، تنهن ۾ فرشتا ۽ روح [جبرائيل] اُن [الله] ڏانهن چڙهندا (٤). جنهن ڏينهن **قبرن** مان ڊوڙندا نڪرندا، ڄڻ ته اهي ڪنهن نشان [جهنڊي] ڏانهن ڊڪندا. (٤٣) (منزل ٧ سيپارو ٢٩، سورت المعارج)

**سميڪشڪ**:- جي **ڏينهن** جي ڊيگهه پنجاهه هزار ورهيه آهي، ته **رات** جي ڊيگهه پنجاهه هزار ورهيه ڇو ڪينهي؟ جي ايڏي وڏي رات ڪانهي، ته ايڏو وڏو ڏينهن به ٿي نٿو سگهي. ڇا پنجاهن هزارن ورهين تائين خدا، فرشتا ۽ ڪرمپترن وارا بيٺا، ويٺا يا جاڳندا رهندا؟ جي ائين ٿيو ته سڀئي بيمار ٿي وري مري ويندا. قبرن مان نڪري ڇا خدا جي ڪچهريءَ ڏانهن ڊڪندا انهن وٽ قبرن ۾ **سمن** ڪيئن پهچندا؟ ۽ انهن ويچارن ڌرماتما يا پاپي سڀني مائٽن کي ايتري مدت تائين قبرن ۾ نياءُ لاءِ واجهائيندو ۽ قيد ڇو رکيائين؟

* "مٿين لوڪ" شبد جو ترجمو اردو ستيارٿ پرڪاش ۾ "اجرام فلڪي" مرهٽيءَ واري "پرلوڪ" ۽ گجراتيءَ واري "مٿين پاسي وارو لوڪ" ڪيو آهي. انگريزيءَ ۾ ڊاڪٽر چرنجيوان جملي جو ترجمو 'If you call the sky above heaven' ٿا ڪن. اساڄي خيال ۾ رشي دياند جو مطلب اهو هو ته "جڏهن مٿان ٿو ڏسجي تنهن کي بهشت وارو آسمان اڪري نٿو چئي سگهجي ڇاڪاڻ ته گول ڌرتيءَ جي چوڌاري چوڌرن ٿي ڦرڻ ڪري ڪوبه مقرر آسمان سدائين سڌو سڌ هيٺان يا مٿان رهي نٿو سگهي" (گڏمتراو)

پڻ ٿيندو آهــي ۽ نه ليچ. وري سندن خدا به پيغمبر محمد صاحب ۽ سندن
استرين جي جهڳڙن نبيرڻ لاءِ ڇڻڪ سر پڏنچ [ امين ] بڻجي ويٺو آهي. اِني
بڌيمان لوڪ ويچار ڪن ته اِهو قران ڪنهن ودوان يا ايشور جو ناهيل آهي؟
يا ڪنهن بي عام خود مطلبيءَ جــو؟ ڳالهه صاف ڏسڻ ۾ ايندي. بيءَ آيت
مجهان معلوم ٿو ٿئي ته سندس ڪا بيبي محمد صاحب کان ناراض ٿي هوندي
جنهن لي خدا اِها آيت لاهي کيس ڏمڪايو هوندو، ته جيڪڏهن تون گـوڙ
ڪندينءَ ۽ محمد صاحب توکي طلاق ڏيندا ته سندن خدا کين توکان چڱيون
بيبيون ڏيندو جي مڙس سان نه مليون هونديون. ڪو ٿورڙي عقل وارو ماڻهو
به ويچاري سگهي ٿو ته اِهي خدا جا ڪم آهن يا پنهنجي مطلب ڪڍڻ جا ؟
اهڙين اهڙين ڳالهين مجهان برابر ثابت آهي ته خدا ڪجهه کين چوندو هو.
رڳو ديش ڪال [ موقع ۽ محل ] ڏسي ڪري پنهنجن مطلبن ڪڍڻ لاءِ خدا جي
طرفان محمد صاحب چٺي چڏيندا هوا. جي ماڻهو اِهي ڳالهيون خـدا جي ئي
طرفان سمجهن تا، لنکي اسين نه چا پر سمورا بڌيمان ماڻهو ائين ئي چونــدا ته
خدا جا ٿيو ڇڻڪ محمد صاحب لاءِ زالون آڻيندڙ ذائي [ حجر ] آهي (۱۴۳).

(۱۴۴) اي نبي! جهاد ڪر ڪافرن ۽ منافقن سان ۽ اُنهن تي سختي
ڪر. ( منزل ۷، سيپارو ۲۸ ۽ سورت التحريم آيت ۹ ).

**سميڪشڪ:-** مسلمانن جي خدا جي ليلا ڏسو! ٻين مذهبن جي ماڻهن
سان وڙهڻ لاءِ پيغمبر ۽ مسلمانن کي ڀڙڪائي رهيو آهي. ان ڪريئي مسلمان
ماڻهو فسادن ڪرڻ ۾ لڳائي رهندا آهن. پرماتما ڪا مسلمانــن تي ڪرپا
درشٽي [ مهر جي نظر ] ڪري جو هو فساد ڪرڻ ڇڏي ڏين ۽ سڀني جا متر
بڻجي رهن (۱۴۴).

(۱۴۵) ڦاٽي پوندو آسمان. پوءِ هو اُن ڏينهن سست ٿيل هوندو (۱۶).
۽ فرشتا آسمان جي ڪنارن تي هــوندا، ۽ تنهنجي پالڻهار جـو تخت تنهن
ڏينهن اٺ فرشتا پنهنجي مٿان کڻندا (۱۷). اُن ڏينهن اوهان کي [ الله جي ]
آڏو ڪبو. اوهان جو ڪو به ڳجهه لڪل نه رهي سگهندو (۱۸). پوءِ جنهنکي
سندس ڪرم پتر سندس سڄي هٿ ۾ ڏنو ويو، سو چونــدو ته، وٺــو منهنجو
اعمال نامو پڙهو (۱۹). ۽ جنهنکي سندس ڪرم پتر سندس کبي هٿ ۾ ڏنــو
ويو، سو چوندو ته هاءِ ارمان!: جيڪر منهنجو اعمال نــامو مون کي نه ملي ها
(۲۵). [ منزل ۷، سيپارو ۲۹، سورت الحاقہ ].

**سميڪشڪ:-** واهه! ڪيڏي نه فيلاسوفيءَ ۽ نياءَ جي ڳالهه آهي! ڀلا